# ماکيءَ جي مَکِ کي

# نصيحت

**15-May-2025**

هفتيوار سنتن ڀري اجتماع ۾ ٿيڻ وارو
سُنّتن ڀريو بيان

(For Islamic Brothers)



**15 مئي، 2025ع (بمطابق: 17 ذوالقعده، 1446ھ)**

**تي پاڪستان جي هفتيوار اجتماعات ۾ ٿيڻ وارو بيان**

# ماکيءَ جي مکِ کي نصيحت

هن بيان ۾ توهان ڄاڻي سگھندؤ...

- ... **ڪم جيڪوانهن کان ٿيو مڪمل ٿيو**
- ... **ماکيءَ جي مکِ نہ رهي تہ**
- ... **ماکيءَ جا طِبي فائدا**
- ... **ڪوڙا رويا، مِٺا جواب**

پيشڪش

اَلْمَدِيْنَةُ الْعِلْمِيَة

Islamic Research Center

(شعبہ: بیاناتِ دعوتِ اسلامی)



GET MORE SPEECHES
(+92) 310 8882 033




FOR FEEDBACK
(+92) 315 2692 786

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ وَ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى خَاتَمِ النَّبِيّٖن
اَمَّا بَعۡدُ فَاَعُوۡذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيۡطٰنِ الرَّجِيۡمِ بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيۡكَ يَا رَسُوۡلَ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصۡحٰبِكَ يَا حَبِيۡبَ الله

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيۡكَ يَا نَبِيَّ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصۡحٰبِكَ يَا نُوۡرَ الله

نَوَيۡتُ سُنَّتَ الۡاِعۡتِكَافِ (ترجمو: مون سنّتِ اعتڪاف جي نيّت ڪئي)

# درودِ پاڪ جي فضيلت

الله پاڪ جي آخري نبي، رسولِ هاشمي، مڪي مدني، مُحَمَّدِ عربي صَلَّى اللهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: ”مَنۡ صَلَّى عَلَيَّ حِينَ يُصۡبِحُ عَشۡرًا وَحِينَ يُمۡسِيۡ عَشۡرًا اَدۡرَكَتۡهُ شَفَاعَتِيۡ يَوۡمَ الۡقِيَامَةِ“ جنهن مون تي صبح ۽ شام جو ڏهه ڏهه ڀيرا درود شريف پڙهيو، ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.

ڪهين گے اور نبی اِذۡهَبُوۡا اِلٰی غَیۡرِیۡ | مرے حضور کے لب پر اَنَا لَهَا ہو گا (1)

**وضاحت:** قيامت جي ڏينهن جڏهن ماڻهو انبيائن ڪرام عَلَيۡهِمُ السَّلَام جي خدمت ۾ شفاعت جو سوال کڻي حاضر ٿيندا، ته سڀ نبي اهو فرمائيندا: اِذۡهَبُوۡا اِلٰی غَیۡرِیۡ يعني مون کان سواءِ ڪنهن ٻئي وٽ وڃو! پر جڏهن ماڻهو بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيندا، ته پيارا آقا، مديني وارا مصطفي صَلَّى اللهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمائيندا: اَنَا لَهَا، اَنَا لَهَا، هن ڪم (يعني شفاعت) لاءِ آئون ئي آهيان. (2)

صَلُّوۡا عَلَى الۡحَبِيۡب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

---

1...ذوقِ نعت، صفحہ:54۔
2...مسند الفردوس، باب الياء، جلد:5،صفحه:277،حديث :8175۔

# بيان ٻڌڻ جون نيتون

**حديث پاڪ** ۾ آهي: اِنَّمَاالْاَعْمَالُ بِالنِّيَّات عملن جو دارومدار نيتن تي آهي.[1]

اي عاشقانِ رسول! سنين سنين نيتن سان عمل جو ثواب وڌي ويندو آهي اچو ته بيان ٻڌڻ کان پهريان سنيون سنيون نيتون ڪري وٺون ٿا. نيت ڪيو ته ! ۞ الله جي رضا جي لاءِ بيان ٻڌندس ۞ باادب ويهندس ۞ خوب توجهه سان بيان ٻڌندس ۞ جيڪو ٻڌندس ان کي ياد رکڻ، پاڻ عمل ڪرڻ ۽ ٻين تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪندس.

# ماڪيءَ سان شفا ملي وئي

**بخاري شريف** ۾ روايت آهي، هڪ پيرو هڪ صحابي رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيو، عرض ڪيائين: يارسولَ الله صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم! منهنجي ڀاءُ جو پيٽ هلي رهيو آهي (يعني ان کي ***loose motion*** اچي رهيا آهن).

(ڪيڏو نه عجيب معاملو آهي، صحابهءِ ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُم جو مزاج ڏسو ڪيڏو نه نرالو هو ۞ بيمار ٿي پيا ته ڊاڪٽر (***Doctor***) ڏانهن وڃڻ گهرجي، پر صحابهءِ ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُم بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيندا هئا ۞ اڪيون اُٿي پيون، بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا ۞ ٻانهن ڪٽجي وئي، بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا ۞ پيٽ ۾ سور آهي، بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا، مطلب ته ڪو به مسئلو پيش اچي ويندو هو، صحابه ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُم بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿي مسئلو پيش ڪندا هئا. اعليٰ حضرت رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَیْہ انهن ئي اصحابن جي ادائن جي عڪاسي ڪندي چون ٿا:)

اپنے دِل کا ہے اُنہیں سے آرام، سونپے ہیں اپنے اُنہیں کو سب کام

1 ...بخاری، کِتَاب بَدءُ الْوَحی، صفحہ:65، حدیث:1۔

لو لگی ہے کہ اب اس دَرْ کے غُلام، چارۂ دَرْدِ رضا کرتےہیں

**وضاحت:** پنهنجي دل کي آرام فقط درِ مصطفیٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان ئي ملندو آهي، اسان پنهنجا سڀ ڪم محبوب صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي حوالي ڪري ڇڏيا آهن، بس اها ئي لوري لڳل آهي ته هن پاڪ در جا غلام رضا جي دردن کي دور ڪري ڇڏيندا.

خير! اسان حديث شريف ٻڌي رهيا هئاسين، صحابيءِ رسول بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا، پنهنجي ڀاءُ جي بيماريءَ جي باري ۾ عرض ڪيائون. محبوب ڪريم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: ان کي ماکي پِيار! صحابي رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ واپس موٽي ويا، ڀاءُ کي ماکي پياريائون، هاڻي مسئلو حل ٿيڻ بدران اجان ويتر بگڙي ويو، يعني پهريان کان وڌيڪ دست يعني (*loose motion*)اچڻ شروع ٿي ويا. ٻيهر بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا، مڪي مدني مصطفیٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ٻيهر فرمايو: ان کي ماکي پيار! موٽي ويا، ٻيهر ماکي پياريائون، مسئلو اجان به وڌي ويو. ٽيون ڀيرو حاضر ٿيا، عرض پيش ڪيائون، وري به اهو ئي ارشاد ٿيو: ان کي ماکي پيار ...!! موٽي ويا ۽ ماکي پياريائون مسئلو اجا به وڌيڪ خراب ٿي ويو. چوٿون دفعو حاضر ٿيا، درخواست پيش ڪيائون، فرمايو ويو: الله پاڪ سچو آهي، تنهنجي ڀاءُ جو پيٽ ڪُوڙو آهي (يعني الله پاڪ قرآن ڪريم ۾ فرمايو آهي ته ماکي ۾ شِفا آهي، قصور اسان جي دوا جو نه آهي، تنهنجي ڀاءُ جو پيٽ بيمار آهي)، هن ڀيري وري وڃ! ۽ ان کي ماکي پيار! هن ڀيري اهي صحابي واپس موٽي ويا، ماکي پياريائون ته سندن ڀاءُ کي آرام اچي ويو.[1]

یہ لا دَوا ہے مرض ہمارا، طبیب کیوں کر کریں گے چارہ
علاج میرا کریں گے آقا، طبیب بھی ہیں، حکیم بھی ہیں

[1]...بخاری، کتاب الطب، باب الدواء بالعسل، صفحہ:1441، حدیث:5684۔

اچو تہ! بارگاهِ رسالت ۾ عرض پيش ڪيون ٿا:

شَہا بیکس نَوازی کر طَبیبا چارہ سَازی کر
مرِیض دَردِ عِصیاں ہُوں اَغِثنی یَارَسُول اللّٰہ!

وضاحت: اي شهنشاهِ مدينہ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! مون بيڪس کي نوازي ڇڏيو! اوهان طبيب آهيو، ڪجهہ علاج فرمايو! مان گناهن جو مريض آهيان يارسولَ الله صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! منهنجي مدد فرمايو ...!!

اے رَبّ کے حبیب آؤ...!! اے میرے طبیب آؤ!
اچھا یہ گناہوں کا بیمار نہیں ہوتا

## هڪ اهم وضاحت

پيارا اسلامي ڀائرو! هيءَ ڳالهہ پڪي پڪي ذهن ۾ ويهاري ڇڏيو تہ حديثن ۾ يا طب وغيره جي ڪتابن ۾ جيڪي دوائون ۽ علاج لکيل هوندا آهن، اهو ضروري نہ آهي تہ اهي هر ڪنهن جي لاءِ موافق هجن. طبيعتون مختلف هونديون آهن، مرض جي صحيح تشخيص هر ڪو ڪري سگهي، اهو بہ ضروري ناهي. تنهنڪري ڪو بہ علاج پنهنجي مستند ڊاڪٽر سان مشورو ڪرڻ جي بغير هرگز شروع نہ ڪرڻ گهرجي نہ تہ نقصان بہ ٿي سگهي ٿو.

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

## ڪم جيڪوانهن کان ٿيو مڪمل ٿيو

پيارا اسلامي ڀائرو! اسان حديث پاڪ ٻڌي، صحابيءِ رسول ٿي پيرا پنهنجي ڀاءُ کي ماکي پياري، پر مرض گهٽجڻ بدران وڌندو ئي ويو، آخري ڀيرو ماکي پياري تہ مرض نيڪ ٿي ويو. ان جي شرح ۾ عُلماءِ ڪرام لکن ٿا: هي انوکو علاج هو ڇاڪاڻ تہ طب جي دنيا ۾ ماکي کي دست آور سڏيو ويو

آهي. (يعني هن جي ڪري دست **motion** تي پوندا آهن) پر اها محبوب ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي برڪت هئي جو ماکيءَ جي ذريعي ئي ان جو علاج فرمايائون. مولانا حسن رضا خان صاحب رَحۡمَۃُاللّٰہِ عَلَيۡہ چيو آهي:

کام جو اُن سے ہُوا پُورا ہوا | اُن کی جو تَدبِیر ہے، تقدِیر ہے

وضاحت: يعني محبوبِ ذيشان صَلَّی اللہُ عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جيڪو به ڪم ڪندا آهن، مڪمل ئي ڪندا آهن، اوهان جي تجويز، ترڪيب ۽ ڪم جو مبارڪ انداز تقدير جي عين مطابق هوندو آهي، بلڪ حقيقت اها آهي ته جيڪو محبوب صَلَّی اللہُ عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمائيندا آهن، اهو ئي تقدير بڻجي ويندو آهي.

## صحابيءِ رسول جو پڪو ايمان

پيارا اسلامي ڀائرو! ان صحابيءِ رسول رَضِیَ اللہُ عَنۡہُ جي ايمان تان به قربان وڃجي! اسان هڪ ڀيرو ڊاڪٽر وٽ ويندا آهيون، آرام نه اچي ته ٻيهر ويندا آهيون، ڊاڪٽر دوا بدلائيندو آهي، ڪجهه آسرو ٿيندو آهي ته هن دوا (*Medicine*) سان آرام اچي ويندو، ان مان به آرام نه اچي ته اسان ڊاڪٽر ئي بدلائي ڇڏيندا آهيون. هن صحابي رَضِیَ اللہُ عَنۡہُ جو ايمان ڏسو! دوا (*Medicine*) سان آرام ته ڇا اچڻو هو، مرض ويتر وڌي ويو، ٻيهر حاضر ٿيا، ساڳي دوا ملي، مرض اڃان به وڌي ويو، ٽيون ڀيرو حاضر ٿيا، دوا ساڳي ئي ملي، بار بار چڪر لڳي رهيا آهن، نه دوا بدلجي رهي آهي ۽ نه ئي آرام اچي رهيو آهي، تنهن هوندي به دل خراب نه ٿي ٿئي، اعتماد نه ٿو ٽُٽي، لَو لڳل آهي ته بس اُنَ ئي در سان لڳل آهي، **4** ڀيرا ته ڇا، هزار چڪر به لڳائڻا پون، آرام ملڻو آهي ته بس هن ئي در تان ملڻو آهي، ٻئي ڪنهن وٽ وڃڻ جي ضرورت ئي نه آهي.

تجھ سے چھپاؤں مُنہ تو کروں کس کے سامنے
کیا اَور بھی کسی سے تَوَقُّع نظر کی ہے...؟

الله پاڪ اسان کي بہ اهڙو جذبو نصيب فرمائي، ربِ ڪائنات انهن کي ئي قاسمِ نعمت (نعمتون ورهائڻ وارو) بڻايو آهي، جهوليون پرجنديون آهن تہ هن ئي در تان پرجنديون آهن، تنهنڪري اسان کي گُهرڻو آهي تہ هن ئي در تان گُهرڻو آهي، هڪ ڀيرو نہ، بار بار گُهرڻو آهي، خدا نہ ڪري...!! ائين ٿيندو ناهي، پوءِ بہ الله نہ ڪري، سوال رد بہ ڪيو وڃي، تڏهن بہ هتي ئي پيل رهڻو آهي، هتان ئي گهرڻو آهي، هتان ئي گهرڻو آهي، اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! جهولي پرجي ئي ويندي ۽ اهڙي پرجي ويندي جو ڪا بہ تمنا باقي نہ رهندي.

مانگیں گے، مانگے جائیں گے، مُنہ مانگی پائیں گے
سرکار میں نہ لَا ہے، نہ حاجت اَگر کی ہے [1]

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

## دنيا تنهنجي لاءِ آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! ماکي الله پاڪ جي تمام وڏي نعمت آهي ۽ ماکيءَ جي مک جيڪا ماکي ناهيندي آهي، اها بہ الله پاڪ جي عظيم نعمت آهي. قرآن ڪريم ۾ آهي:

| | |
|---|---|
| وَ اِنْ تَعُدُّوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ لَا تُحْصُوْهَا ؕ<br>(پارو:14، سوره نحل:18) | ترجموڪنزالعرفان: ۽ جيڪڏهن توهان الله جون نعمتون ڳڻيو تہ انهن جو شمار ڪري نہ سگهندؤ |

هيءَ آيتِ ڪريمہ اوهان ڀيريان بہ ڪيترائي ڀيرا ٻڌي هوندي پر مسئلو هي آهي تہ اسان جي سوچ تمام محدود (*Limited*) هوندي آهي، اسان جڏهن هيءَ آيتِ ڪريمہ ٻڌندا آهيون يا ان ڳالهہ تي غور ڪندا آهيون تہ الله پاڪ جون نعمتون بيشمار آهن، انهن جي اسان ڳڻپ نہ ٿا ڪري سگهون تہ اسان جون

---

[1] ...حدائقِ بخشش، صفحہ:225-

نگاهون فقط اسان جي ذات تائين محدود رهجي وينديون آهن. اسان فقط اهو سوچڻ لڳندا آهيون تہ الله پاڪ اسان کي ۞ ڪن ڏنا! ۞ هٿ ڏنا! ۞ پير ڏنا! ۞ جسم جي اندر هڪ وڏو اعصابي نظام (*Nervous system*) ڏنو ۞ هاضمي جو نظام (*Digestive system*) ڏنو ۞ زمين ناهي ۞ آسمان ناهيا، اسان بس اهڙيون ڳالهيون سوچيندا رهجي ويندا آهيون. يقيناً اهي بہ الله پاڪ جون وڏيون نعمتون آهن ۽ اهي بہ ايتريون وڏيڪ آهن جو اسان شمار نہ ٿا ڪري سگهون، پر الله پاڪ جون نعمتون صرف اهي ئي نہ آهن، ان جون نعمتون سڄي ڪائنات ۾ پکڙيل آهن ۞ ننڍا ننڍا ذرڙا ۞ جِيت جڻيا ۞ مختلف قسم جا بيڪٽيريا جن کي انساني اک سان ڏسي بہ نٿو سگهجي، اهي سڀ اسان جي لاءِ نعمت آهن، الله پاڪ هڪ ذرو بہ فضول پيدا نہ ڪيو آهي ۽ جيڪو ڪجهہ ناهيو آهي، اهو اسان انسانن جي فائدي لاءِ ناهيو آهي، هن سموري ڪائنات جو مرڪز انسان آهي، هر هڪ شيءِ ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان اسان جي ئي فائدي لاءِ ڪم ڪري رهي آهي. الله پاڪ ارشاد فرمائي ٿو:

| | |
|---|---|
| هُوَالَّذِیْ خَلَقَ لَكُمْ مَّا فِی الْاَرْضِ جَمِیْعًا ۗ<br>(پارو:1، سوره بقره:29) | **ترجمو ڪنزالعرفان:** اهو ئي آهي جنهن جيڪو ڪجهہ زمين ۾ آهي سڀ توهان جي لاءِ بڻايو. |

يعني الله پاڪ اهو آهي جنهن زمين بہ پيدا ڪئي ۽ زمين ۾ جيڪو ڪجهہ آهي، اهو سڀ بہ پيدا ڪيو ۽ ڪنهن جي لاءِ پيدا ڪيو...؟ توهان جي فائدي جي لاءِ.

## ماڪيءَ جي مکِ نہ رهي تہ پوءِ....!!

**20** مئي تي بين الاقوامي سطح تي ماکيءَ جي مکين جو ڏينهن ملهايو ويندو آهي. ماکيءَ جي مک عام جام نظر ايندي آهي، سيني ڏٺي هوندي، ماکي به کاڌي هوندي. اها به الله پاڪ جي وڏي نعمت آهي. سائنسدانن جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن دنيا مان ماکيءَ جون مکيون ختم ٿي وڃن ته تقريباً **4** سالن جي عرصي ۾ انساني نسل ختم ٿي سگهي ٿو. يعني اسان جون زندگيون ايتري شدت سان ماکيءَ جي مک سان جڙيل آهن جو جيڪڏهن ماکيءَ جي مک ختم ٿي وڃي ته انساني نسل به خاتمي ڏانهن وڌڻ شروع ٿي وڃي.

ان جو سبب ڇا آهي ...؟ ٻوٽن ۾ پولينيشن (***Pollination***) ٿيندي آهي. يعني مکيون يا پوپيٽريون جڏهن هڪ ٻوٽي تي ويهنديون آهن ته انهن جي پيرن سان ڪجهه خاص قسم جا ذرڙا لڳي ويندا آهن، پوءِ جڏهن اهي اڏامي وڃي ٻين ٻوٽن تي ويهنديون آهن ته اهي ذرڙا اتي منتقل ٿي ويندا آهن، اهڙي طرح ٻوٽن جي واڌ ويجهه ٿيندي آهي، انهن جو نسل وڌندو آهي. خوراڪ جي عالمي اداري مطابق دنيا جي **80** سيڪڙو پيداوار جو ذريعو ماکيءَ جون مکيون ۽ پوپيٽريون بڻجنديون آهن. جيڪڏهن ماکيءَ جون مکيون ۽ پوپيٽريون نه هجن ته مختلف سبزين، تيلي ٻجن، بادام، اخروٽ، ٽماٽي ۽ صوف وغيره جي پيداوار کي سخت نقصان پهچندو. ائين انساني صحت جي لاءِ ضروري خوراڪ مهيا نه ٿي سگهندي.

افسوسناڪ صورتحال اها آهي ته موسمياتي تبديلي(***Climate Change***) ٿي رهي آهي يعني دنيا ۾ وڏيون وڏيون موسمياتي تبديليون اچي رهيون آهن، سبزين، ميون ۽ ٻوٽن تي زهريليون دوائون ڇٽجي رهيون آهن، جنگل ڪٽجي رهيا آهن، جنهن ڪري ماکيءَ جي مکين جو نسل گهٽجندو پيو وڃي. اسان جيڪڏهن **10** کان **15** سال پهريان جي ڳالهه ڪيون ته ڪٿي نه ڪٿي ڪنهن گهٽي يا محلي ۾ ڪنهن وڻ تي ماکيءَ جا مانارا لڳل نظر ايندا هئا، هاڻي نظر

نہ ٿا اچن، جيڪڏهن نظر ايندا بہ آهن تہ تمام گهٽ نظر ايندا آهن، اهڙي طرح پاٽيءَ جا جيڪي نلڪا هوندا آهن، انهن تي بہ پاٽيءَ جي تلاش ۾ مکيون لامارا ڏيندي نظر ايندي هيون، هاڻي اتي بہ نظر نہ ٿيون اچن، اتفاقاً ڪا نظر اچي تہ اچي، نہ تہ اڪثر نظر نہ ٿيون اچن.

اها هڪ وڏي خطري جي گھنٽي آهي. انهيءَ ئي خطري کان آگاهي جي لاءِ عالمي سطح تي ماکيءَ جي مکين جو ڏينهن ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو. تہ جيئن اسان کي خبر پوي تہ اها بہ اللہ پاڪ جي وڏي نعمت آهي، اسان کي ان جي بہ حفاظت ڪرڻي آهي.

ان جو طريقو ڇا هوندو...؟ ۞ اسان ٻوٽا لڳايون ۞ انهن کي وڻ بڻايون ۞ موسمياتي تبديلين تي ڪنهن حد تائين قابو پايون تہ جيئن ماکيءَ جون مکيون، ننڍيون ننڍيون پوپٽيريون ۽ مختلف جيتن جڻين جو نسل وڌي ۽ انهن جي ذريعي اسان جو بہ تحفظ ٿي سگهي. اللہ پاڪ اسان کي عمل جي توفيق نصيب فرمائي. آمين بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِیّٖن صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم.

# ماکيءَ جي مکِ کي نصيحت

پيارا اسلامي ڀائرو! ماکيءَ جي مک وڏي عجيب شيءِ آهي. اوهان کي خبر آهي؟ قرآن ڪريم ۾ ماکيءَ جي مک جي نالي سان هڪ مڪمل سورت موجود آهي. سُورهٔ نَحْل 14 هين سيپاري ۾ آهي، نَحْل عربي ۾ ماکيءَ جي مک کي چوندا آهن. هن مبارڪ سورت ۾ ماکيءَ جي مک جي ڪمالات کي بيان ڪيو ويو آهي. اچو تہ ! ٻڌون ٿا، اللہ پاڪ فرمائي ٿو:

| | |
|---|---|
| وَ اَوْحٰى رَبُّكَ اِلَى النَّحْلِ اَنِ اتَّخِذِیْ مِنَ الْجِبَالِ بُیُوْتًا وَّ مِنَ الشَّجَرِ وَ مِمَّا یَعْرِشُوْنَۙ(۶۸) | ترجمو ڪنز العرفان: ۽ تنهنجي رب ماکيءَ جي مک جي دل ۾ اها ڳالھ وڌي تہ جبلن ۾، وڻن ۾ ۽ ڇتين ۾ گھر ناھ. |

ثُمَّ كُلِیْ مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ فَاسْلُكِیْ سُبُلَ رَبِّكِ ذُلُلًاؕ یَخْرُجُ مِنْۢ بُطُوْنِهَا شَرَابٌ مُّخْتَلِفٌ اَلْوَانُهٗ فِیْهِ شِفَآءٌ لِّلنَّاسِؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰیَةً لِّقَوْمٍ یَّتَفَكَّرُوْنَ(۶۹) (پارو:14، سوره نحل:68-69)

پوءِ هر قسم جي ميون مان کاءُ ۽ پنهنجي رب جي (ٻڌايل) نرم ۽ آسان رستن تي هل. ان جي پيٽ مان پيئڻ جي هڪ رنگ برنگي شيءِ نڪرندي آهي جنهن ۾ ماڻهن لاءِ شفا آهي، بيشڪ ان ۾ غور ڪرڻ وارن لاءِ نشاني آهي.

هنن ٻن آيتن جو خلاصو هي آهي تہ الله پاڪ ماکيءَ جي مک جي دل ۾ اها ڳالهہ وڌي تہ ڪن جبلن، وڻن ۽ ڇتين ۾ گهر ناهي، پوءِ مِنَن، ڪَڙَن، ڦِڪَن هر قسم جي ميون ۽ گلن مان کائي ۽ انهن جي تلاش ۾ پنهنجي رب جي ٻڌايل آسان ۽ نرم رستن تي هلندي رهي، هن جي پيٽ مان پيئڻ واري هڪ شيءِ يعني ماکي (سفيد، زرد ۽ ڳاڙهي) رنگ جي نڪرندي آهي، جنهن ۾ ماڻهن لاءِ شِفا آهي. بيشڪ ان ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ وارن لاءِ نشانيون موجود آهن.[1]

سُبْحٰنَ الله! الله پاڪ جي قدرت بہ ڪيڏي نہ عجيب ۽ نرالي آهي، هڪ معمولي مک ۾ ڪيڏيون نہ مهارتون ۽ ڪمالات رکيا آهن.

## ماکيءَ جي مکِ جا ڪمالات

علّامہ دَميري رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه لکن ٿا: ماکيءَ جون مکيون انتهائي هوشيار، عقلمند ۽ بهادر هونديون آهن ۞ انهن کي سال جي سيني موسمن جي چڱيءَ ريت سڃاڻپ هوندي آهي ۞ مِينهَن جي وقت جو اڳواٽ ئي اندازو لڳائي وٺنديون آهن ۞ اهي تمام ماهر معمار (يعني انجنيئر) هونديون آهن ۞ اهي پنهنجو مانارو پاڻ ناهينديون آهن ۞ اهو مانارو هزارن خانن تي مشتمل هوندو آهي، هر خانو **6** ڪندن وارو رکيو ويندو آهي ۞ رياضيءَ جي ماهرن

[1] تفسير صراط الجنان، پاره:14، سورۂ نحل، زير آيت:68-69، جلد:5، صفحہ:347ملخصاً.

جو چوڻ آهي تہ **6** ڪندن واري شڪل اها واحد شڪل آهي، جيڪا جاءِ گهٽ والاريندي آهي ۽ بلڪل بہ ضايع نہ ٿيندي آهي، ان ۾ وڌيڪ مقدار ۾ شيون سمائجي سگهن ٿيون. اهو ئي سبب آهي جو ماکيءَ جي مک **6** ڪندن وارو گهر ٺاهيندي آهي تہ جيئن ان ۾ وڌ کان وڌ ماکي اسٽور ڪري سگهجي ۞ علّامہ دَمِيري رَحۡمَةُاللّٰهِعَلَيۡه وڌيڪ لکن ٿا: وڌيڪ حيرت جي ڳالهہ اها آهي تہ ماکيءَ جون مکيون منارو ٺاهڻ لاءِ ڪو بہ اوزار، ڪا بہ پرڪار وغيره استعمال نہ ڪنديون آهن، ان جي باوجود انهن جي مناري جو هر خانو هڪ جيترو ويڪرو، هڪ جيترو گهرو ۽ بالڪل هڪ جهڙو هوندو آهي. ۞ ماکيءَ جي مکين جو ڪم ڪرڻ جو انداز بہ تمام نرالو آهي. اهي سڀ گڏجي مِلي ڪري ڪم ڪنديون آهن. انهن ۾ هڪ راڻي مک هوندي آهي، جيڪا سڄي مناري جو انتظام سنڀاليندي آهي ۞ انهن جي رهڻي ڪهڻي جا باقاعده قانون هوندا آهن، سڀئي مکيون انهن جي پابندي ڪنديون آهن ۞ مثال طور، انهن جو هڪ قانون اهو آهي تہ ڪا بہ مک مناري جي اندر گندگي نہ آڻيندي، جيڪڏهن ڪا مک گندگي واري جاءِ تي ويهي رهي ۽ ان جي پيرن وغيره تي جيڪڏهن ڪا گندگي لڳي پوي تہ ان کي مناري ۾ داخل ٿيڻ ئي نہ ڏنو ويندو آهي، ان ڪم لاءِ انهن وٽ باقاعده دربان مقرر هوندا آهن ۞ انهن ۾ ڪم ورهايل هوندا آهن، ڪجهہ مکين جو ڪم ماکي ٺاهڻ هوندو آهي ۞ ڪجهہ مکيون ميڻ ٺاهينديون آهن ۞ ڪجهہ مکيون منارو تعمير ڪنديون آهن ۞ ۽ ڪجهہ پاڻي ڪٺي ڪنديون آهن. ائين اهي سڀ گڏجي ملي جُلي ڪم ۾ مشغول رهنديون آهن.

پيارا اسلامي ڀائرو! غور تہ ڪيو! اهو ڪير آهي جنهن انهن ننڍڙين مکين کي اهڙو هنرمند، اهڙو منظم ۽ واقفڪار بڻايو آهي ...؟ يقيناً اهو الله

وَحْدَہٗ لَاشَرِيْك آهي، ان جي قدرت غالب آهي، اهو ئي آهي جيڪو سيني کي پاليندو آهي، اهو سيني کي صلاحيتون عطا ڪرڻ وارو آهي.

کوئی تو ہے جو نظامِ ہستی چلا رہا ہے، وہی خدا ہے
دکھائی بھی جو نہ دے، نظر بھی جو آرہا ہے وہی خدا ہے
کسی کو تاجِ وقار بخشے، کسی کو ذلت کے غار بخشے
جو سب کے ماتھے پہ مہرِ قدرت لگا رہا ہے، وہی خدا ہے
سفید اُس کا سیاہ اُس کا، نفس نفس ہے گواہ اُس کا
جو شعلہء جاں جلا رہا ہے، بُجھا رہا ہے، وہی خدا ہے

پيارا اسلامي ڀائرو! غور ڪريو تہ ماکيءَ جون مکيون ڪيئن منظم انداز ۾ پنهنجا ڪم سرانجام ڏين ٿيون؟ عام طور تي اهي مکيون ماکي ناهڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪنديون آهن، جنهن سان هو مانارو، ماکي ناهڻ، ماناري کي صاف رکڻ ۽ ٻيا اهڙا ڪم آساني سان سرانجام ڏئي وٺنديون آهن، جيڪڏهن ڪا مک اڪيلي اهو ڪم ڪرڻ چاهي تہ ڇا اهو ممڪن آهي؟ يقيناً ناهي. ڇا اها مک جيڪا ماکي ناهڻ جي فن کي ڄاڻي ٿي، اها مانارو ناهي سگهي ٿي؟ ڇا اها جيڪا ماناري جي صفائي جي ڪم کي بخوبي ڄاڻي ٿي، اها مانارو ناهي سگهي ٿي؟ مطلب تہ پنهنجي ذميوار جي ڳالهہ مڃيندي ڪمن کي پاڻ ۾ ورهائڻ، پوءِ جنهن جي ذمي جيڪو ڪم آهي ان کي بهترين نموني سان سرانجام ڏيڻ ئي ڪاميابي ۽ بهترين ڪارڪردگي جي اصل آهي. جيڪڏهن اسان بہ اها خوبي اختيار ڪريون، هر ڪم کي ذميوار ۽ ماتحت اسلامي ڀائرن ۾ ورهائي گڏجي ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون تہ ائين هڪ ٻئي جي صلاحيتن مان مستفيد ٿيڻ جا بہ بهترين موقعا نصيب ٿيندا ۽ ڪم بہ بخوبي پڄاڻي تي پهچندا.

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

# آيتِ ڪريمہ جي وضاحت ۾ سگهڻ واريون ڳالهيون

پيارا اسلامي ڀائرو! اسان آيتِ ڪريمہ ٻڌي، اللہ پاڪ ماکيءَ جي مک کي ٽن ڳالهين جو حڪم ڏنو:

**(1): پهريون حڪم**

| | |
|---|---|
| اَنِ اتَّخِذِیۡ مِنَ الۡجِبَالِ بُیُوۡتًا وَّ مِنَ الشَّجَرِ وَ مِمَّا یَعۡرِشُوۡنَ ﴿ۙ۶۸﴾ (پارو:14، سوره نحل:68) | ترجمو ڪنزالعرفان: تہ جبلن ۾، وڻن ۾ ۽ ڇتين ۾ گهر ناهہ. |

يعني انهن مکين کي حڪم آهي تہ پنهنجو گهر فقط جبلن ۾ ناهڻو آهي يا وري وڻن ۾ يا ڇتين ۾ ناهڻو آهي.

**(2): ٻيو حڪم ڏنو:**

| | |
|---|---|
| ثُمَّ کُلِیۡ مِنۡ کُلِّ الثَّمَرٰتِ (پارو:14، سوره نحل:69) | ترجمو ڪنزالعرفان: پوءِ هر قسم جي ميون مان کاءُ. |

يعني گلن ۽ ميون جو رس چوسڻو آهي، گنديون شيون نہ کائڻيون آهن.

**(3): ٽيون حڪم:**

| | |
|---|---|
| فَاسۡلُکِیۡ سُبُلَ رَبِّکِ ذُلُلًا ؕ (پارو:14، سوره نحل:69) | ترجمو ڪنزالعرفان: پنهنجي رب جي (ٺاهيل) نرم ۽ آسان رستن تي هل. |

يعني اهي رستا جن جو الهام ڪيو ويو آهي، صرف انهن ئي رستن تي هلڻو آهي.

ماکيءَ جي مک کي اهي ٽي حڪم ڏنا ويا، قربان وڃجي! ماکيءَ جي مک پنهنجي رب ڪريم جي ايڏي وڏي فرمانبردار آهي جو انهن ٽنهي حڪمن تي پوريءَ طرح عمل ڪندي آهي. ❀... انهن جا گهر ڏسو، جبلن، وڻن ۽ ڇتين

تي ئي هوندا آهن، انهن کان علاوه ٻيو ڪتي ٻه نه هوندا. بلڪ علّامه دَمِيري رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه لکيو آهي: الله پاڪ گهر ناهڻ لاءِ انهن کي ٽي جايون ٻڌايون: **(1): جبل (2): وڻ (3): مختلف ڇتيون.** اهي ٽيئي جايون انهيءَ ترتيب سان ٻڌايون ويون آهن ته ماکيءَ جون مکيون ان ترتيب جو به خيال رکنديون آهن. سڀ کان پهريان جبلن ۾ گهر ناهڻ جو چيو ويو، تنهنڪري انهن جا گهڻا گهر جبلن تي ئي هوندا آهن. وڻن جو ذڪر ٻئي نمبر تي آهي، تنهنڪري جبلن کان پوءِ گهڻا گهر وڻن تي هوندا آهن، آخر ۾ ماڻهن جي آبادي ۾ مختلف ڇتين تي گهر ناهڻ جو چيو ويو، تنهنڪري انهن جاين تي سڀ کان گهٽ مانارا ٺاهينديون آهن. يعني اهي ايڏيون فرمانبردار آهن جو حڪم مڃڻ ته الڳ ڳالهه آهي پر حڪم ڏيڻ ۾ جيڪا ترتيب ارشاد ڪئي وئي آهي ماکيءَ جي مکين ان ترتيب جو به پورو پورو خيال رکيو آهي.

❀... پوءِ انهن کي چيو ويو ته ميون ۽ گلن مان ئي خوراڪ وٺڻي آهي. اوهان ماکيءَ جي مک کي گندگي تي وينل ڪڏهن به نه ڏسندؤ ...! اهي هن حڪم تي به پوريءَ طرح عمل ڪنديون آهن. ايتري قدر جو گندو پاڻي به هرگز نه پيئنديون آهن چاهي ڪيترائي ڪلوميٽر پري وڃڻو پوي سفر ڪري وينديون آهن پر صرف ۽ صرف صاف پاڻي تلاش ڪري اهو ئي پيئنديون آهن.

سُبۡحٰنَ الله! اها ماکيءَ جي مکين جي اطاعت گذاري آهي، ان جو انعام ڏسو ڪهڙو مليو، الله پاڪ انهن جي پيٽ مان نڪرڻ واري رطوبت کي جامِ شِفا بڻائي ڇڏيو. ارشاد ٿئي ٿو:

| | |
|---|---|
| يَخۡرُجُ مِنۡۢ بُطُوۡنِهَا شَرَابٌ مُّخۡتَلِفٌ اَلۡوَانُهٗ فِيۡهِ شِفَآءٌ لِّلنَّاسِ ؕ (پارو:14، سوره نحل: 69) | ترجموڪنزالعرفان: ان جي پيٽ مان پيئڻ جي هڪ رنگ برنگي شيءِ نڪري ٿي جنهن ۾ ماڻهن لاءِ شِفا آهي. |

سُبۡحٰنَ الله! هي آهي اطاعت جو انعام ...!! ماڪيءَ جي مک گل جو رس چوسيو، پنهنجو لعاب ان ۾ شامل ڪيو، ان مان جيڪو نتيجو نڪتو، ان کي ماکي چيو ويندو آهي، ان ۾ ماڻهن جي لاءِ شِفا رکي وئي آهي.

## ماکيءَ جا طبي فائدا

۞ الله پاڪ جي آخري نبي، محمدِ عربي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: ٻن شفائن کي لازمي پڪڙيو، هڪ ماکي، ٻيو قرآن ڪريم[1] ۞ مڪي مدني، رسولِ هاشمي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: جيڪو شخص هر مهيني ٽي ڏينهن صبح جي وقت ماکي چَٽِيندو، ان کي ڪا بہ وڏي مصيبت نہ پهچندي.

مختلف طبي تحقيقات جي مطابق ماکي ۾ آئرن (*Iron*)، وٽامنز (*Vitamins*) ۽ اينٽي آڪسيڊنٽ (*Antioxidant*) موجود هوندا آهن. انهن ئي خاصيتن جي ڪري ماکي کي سپر فوڊ (*Super Food*)سڏيو ويندو آهي ۞ ماکي آواز کي صاف ڪندي آهي، نظر کي تيز ڪندي آهي ۽ بک کي وڌائيندي آهي ۞ زخم ٺيڪ ڪندي آهي ۽ تازو گوشت پيدا ڪندي آهي ۞ جسم جو رنگ نکاريندي آهي ۞ عقل وڌائيندي آهي ۞ ڪنگھ ۽ جريان کي ختم ڪندي آهي ۞ چربي کي گھٽائيندي آهي ۞ ماکي جي استعمال سان ڪوليسٽرول ليول ۾ بهتري ايندي آهي ۞ هاءِ بلڊ پريشر ۾ بهتري ايندي آهي ۞ متي جي خشڪي جو خاتمو ڪندي آهي ۞ وزن ۾ گھٽتائي آڻيندي آهي.

## اطاعت گذار بڻجي وڃو...!!

پيارا اسلامي ڀائرو! پنهنجي ڊاڪٽر جي مشوري سان ماکي جو استعمال ڪيو! ان مان فائدو حاصل ڪيو! ان سان گڏوگڏ جڏهن بہ ماکي زبان تي لڳايو، ان جي مٺاڻ کي محسوس ڪيو، ماکي وات ۾ وجھڻ سان ئي لذت

[1] ابن ماجہ، کتاب الطب، باب العسل، صفحہ:559، حدیث:3452۔

محسوس ٿئي ته اهو ضرور غور ڪيو ته اهو ماکيءَ جي مک جي اطاعت جو نتيجو آهي. غور فرمايو! اطاعت جو نتيجو، فرمانبرداري جو انعام ڪيڏو منو، لذيذ ۽ شفا بخش هوندو آهي. تنهنڪري اسان کي گهرجي ته اسان به الله ۽ رسول جا فرمانبردار ٿي وڃون. جڏهن ماکيءَ جي مک کي ايڏو وڏو انعام ملي سگهي ٿو ته سوچيو! انسان جيڪو اَشْرَفُ الْمَخْلُوقات آهي، جڏهن هي الله ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪندو ته ڪيس ڪهڙا ڪهڙا نه انعامات نصيب ٿيندا. الله پاڪ فرمائي ٿو:

| | |
|---|---|
| وَ مَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَ رَسُوْلَهٗ فَقَدْ فَازَ فَوْزًا عَظِيْمًا (۷۱) (پارو:22، سوره احزاب:71) | ترجموڪنزالعرفان: ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري ڪري ان وڏي ڪاميابي ماڻي |

سُبْحٰنَ الله! هيءَ الله ۽ رسول جو حڪم مڃڻ جي برڪت آهي ته ٻانهو دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به وڏي ڪاميابي جو حقدار بڻجي ويندو آهي.

اُسے مانتی ہی دُنیا، اسے ڈھونڈتی ہے منزل
رہِ عشقِ مصطفےٰ پر جو غُلام چل پڑا ہے

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

## اطاعت جي برڪت

پيارا اسلامي ڀائرو! حضرت سلمان فارسي رَضِیَ اللّٰهُ عَنْهُ مشهور صحابيءِ رسول آهن. هڪ ڏينهن پاڻ مدائن شهر مان نڪتا، سندن هڪ مهمان (*Guest*) به اوهان سان گڏ هو، (رستي ۾ هڪ جاءِ تي جنگل مان گذرڻ ٿيو) هرڻ جنگل ۾ گهمي رهيا هئا ۽ پکي هوا ۾ اڏامي رهيا هئا، حضرت سلمان فارسي رَضِیَ اللّٰهُ عَنْهُ چاهيو ته مهمان جي مهمان نوازي (*Hospitality*) ڪئي وڃي. تنهنڪري پاڻ هرڻن ۽

پکين کي سڏ ڪري فرمايو: اي هرڻؤ! اي پکيؤ! اوهان مان هڪ پکي ۽ هڪ هرڻ مون ڏانهن اچي، مون کي پنهنجي مهمان جي مهمان نوازي ڪرڻي آهي.

قربان وڃجي! صحابيءِ رسول حضرت سلمان فارسي رَضِیَ اللہُ عَنْہُ جو آواز ٻڌائون تہ هڪ هرڻ ۽ هڪ پکي ڪنڌ جهڪائي ادب سان خدمت ۾ حاضر ٿي ويا. اهو منظر ڏسي اهو شخص تمام گهڻو حيران ٿيو ۽ تعجب جي ڪري سندس زبان مان بي ساختہ نڪتو: سُبْحٰنَ اللہ! حضرت سلمان فارسي رَضِیَ اللہُ عَنْہُ فرمايو: ڇا توکي حيراني ٿي رهي آهي؟ پوءِ فرمايائون: ڇا تو کو اهڙو ٻانهو ڏٺو آهي جيڪو پنهنجي رب جي اطاعت ڪندو هجي ۽ اهي شيون (جيڪي انسان جي خدمت لاءِ ئي ناهيون ويون آهن) ان شخص جي اطاعت نہ ڪن. (1)

سُبْحٰنَ اللہ! معلوم ٿيو تہ جيڪو اللّٰہ ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪندو آهي، دنيا ان جي اطاعت ۾ لڳي ويندي آهي. ڪرامتن جو ظاهر ٿيڻ اهو تہ اولياءِ ڪرام جو حصو آهي، اسان جهڙا عام ٻانها اللّٰہ ۽ رسول جي اطاعت ڪن، فرمانبرداري ڪن، هر هڪ حڪم کي دل ۽ جان سان قبول ڪري ان تي عمل پيرا ٿي وڃن تہ اِنْ شَآءَ اللہُ الْکَرِیْم! بگڙيل ڪم سنورجي ويندا، ڪاميابين جا دروازا کُلي ويندا ۽ دنيا ۽ آخرت جون اهڙيون اهڙيون برڪتون نصيب ٿينديون جو ڪنهن بہ شيءِ جي ڪَمِي نہ رهندي. اللّٰہ پاڪ اسان کي عمل جي توفيق عطا فرمائي. اٰمِين بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِیّٖن صَلَّى اللہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

## اطاعت جو بدلو نصيب ٿي ويو

هڪ صحابي هئا: حضرت جُلَيبِيب رَضِیَ اللہُ عَنْہُ. هي هڪ ڏينهن بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا، انهن جو نڪاح نہ ٿي رهيو هو. پياري محبوب صَلَّى اللہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

1...جامع كرامات الاولياء، ہذا كرامات اربعة و خمسين وليا...الخ،جلد:1، صفحه:116۔

فرمايو: فلاڻي انصاري صحابي جي گهر وڃ! ان کي وڃي چئه ته : رسولِ اکرم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو آهي ته پنهنجي ڌيءَ جو نڪاح مون سان ڪري ڇڏ ...!!

حضرت جليبيب رَضِیَ اللهُ عَنْهُ جا معاشي حالات گهڻو مضبوط نه هئا، خير! حڪمِ مصطفیٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ٻڌي انصاري صحابي رَضِیَ اللهُ عَنْهُ جي گهر پهچي ويا، انهن کي فرمانِ مصطفیٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ٻڌايائون.

جيئن ته ڇوڪريءَ جو نڪاح ڪرڻ هڪ نازڪ مرحلو هوندو آهي، ظاهر آهي ماءُ پيءُ جنهن ڌيءُ کي پالي وڏو ڪيو آهي، ان جي زندگيءَ جو ايڏو اهم فيصلو ڪرڻ جي لاءِ گهڻو ڪجهه سوچيندا آهن. تنهنڪري انصاري صحابي رَضِیَ اللهُ عَنْهُ پنهنجي زال سان ڳالهه ڪئي، ٻنهي زال مڙس جو اجان مشورو هلي ئي رهيو هو ته انهن جي هونهار ڌيءُ عرض ڪيو: اِدْفَعُوْنِيْ، فَاِنَّهٗ لَمْ يُضَيِّعْنِيْ يعني (جيڪڏهن محبوبِ ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هن رشتي کي پسند فرمايو آهي ته هاڻي سوچڻ جي ضرورت نه آهي) توهان منهنجو نڪاح حضرت جليبيب رَضِیَ اللهُ عَنْهُ سان ڪري ڇڏيو! ڇاڪاڻ ته (منهنجو اهو عقيدو آهي ته) سلطان الانبياء صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي هڪ امتيه کي هرگز برباد ٿيڻ نه ڏيندا.

جين ته اهو نڪاح خير ۽ عافيت سان ٿي ويو. جڏهن رسولِ اکرم، نورِ مجسم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ان هونهار ۽ اطاعت گذار صحابيه رَضِیَ اللهُ عَنْهَا جون ڳالهيون معلوم ٿيون ته پاڻ دعا ڪيائون: اَللّٰهُمَّ صُبَّ عَلَيْهَا الْخَيْرَ صَبًّا، وَلَا تَجْعَلْ عَيْشَهَا كَدًّا كَدًّا اي الله پاڪ! هن عورت تي ڀلاين جا دروازا کولي ڇڏ، هن جي زندگيءَ کي پريشانين ۽ مشقتن کان دور فرماءِ.

حضرت انس بن مالڪ رَضِیَ اللهُ عَنْهُ فرمائن ٿا: (بس حڪمِ مصطفیٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي عمل جي ئي برڪت هئي جو) ان صحابيه رَضِیَ اللهُ عَنْهَا جو گهراڻو مديني جي سيني کان خوشحال گهراڻن مان ٿي ويو. (مسند احمد)

سُبْحٰنَ الله! پيارا اسلامي ڀائرو! اها آهي اطاعت جي برڪت ...!! ياد رکو! اطاعت تي هميشه انعام ئي ملندو آهي ۽ نافرماني فقط ۽ فقط سزا جو حقدار ئي بڻائيندي آهي. تنهنڪري اطاعت ڪرڻ جي عادت اختيار ڪريو! ۞ الله ۽ رسول نماز جو حڪم ڏنو، اسان کي نماز پڙهڻي ئي پڙهڻي آهي، هڪ به نماز ڇڏڻي نه آهي ۞ الله ۽ رسول رمضان شريف جا روزا رکڻ جو حڪم ڏنو آهي ۞ حج فرض ٿئي ته حج جو حڪم ڏنو ۞ زڪوٰة جون شرطون پوريون هجن ته زڪوٰة جو حڪم ڏنو ۞ ماءُ پيءُ جي خدمت ۞ پاڙيسرين سان نيڪ سلوڪ ۞ رشتيدارن سان ڀلائي جو حڪم ڏنو ۞ برائين ۽ بيحيائين کان بچڻ جو حڪم ڏنو، مطلب ته جيترا به الله ۽ رسول جا احڪام اسان جي طرف متوجهه ٿيندا آهن، اسان کي انهن سڀني تي عمل ڪرڻو آهي. ڪنهن هڪ به حڪمِ پاڪ جي نافرماني نه ڪرڻي آهي. اهڙي عادت اختيار ڪيو! اِنْ شَآءَ اللهُ الْكَرِيْم! بيڙا پار ٿي ويندا. الله پاڪ اسان کي عمل جي توفيق نصيب فرمائي. اٰمِين بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيِّيْن صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم.

پيارا اسلامي ڀائرو! ماکيءَ جي مک جيڪا اسان جي لاءِ وڏي نعمت آهي، ان سان گڏوگڏ اسان کي ان مان گهڻو ڪجهه سکڻ لاءِ به ملي ٿو. **2** پياريون پياريون حديثون ٻڌو!

## (1): کَوڙا لهجا، مِٺا جواب

محبوبِ ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: مَثَلُ بِلَالٍ كَمَثَلِ نَحْلَةٍ غَدَتْ تَاْكُلُ مِنَ الْحُلْوِ وَالْمُرِّ، ثُمَّ هُوَ حُلْوٌ كُلُّهُ يعني بلال جو مثال ماکيءَ جي مک جهڙو آهي. (مشهور صحابيءِ رسول حضرت بلال حبشي رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي ڳالهه آهي ته انهن جو مثال ماکيءَ جي مک جهڙو آهي). ٻنهي جي پاڻ ۾ ڪهڙي مشابهت آهي؟ فرمايائون: ماکيءَ جي مک مِٺن گلن جو رس به چوسيندي آهي ۽ کَوڙن

گلن جو رس بہ چوسيندي آهي پر ٻنهي قسمن جي رس جو جيڪو نتيجو نڪرندو آهي (يعني ماکي) اهو سمورو جو سمورو منو ئي هوندو آهي.[1]

ساڳي ئي طرح حضرت بلال رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جو بہ اهو شان آهي تہ انهن سان لهجو منو اپنايو! تہ جواب منو ملندو ۽ جيڪڏهن لهجو ڪوڙو اختيار ڪيو! تڏهن بہ جواب منو ئي ملندو.[2]

اسان وٽ ڪجهہ ماڻهو چوندا آهن تہ **اسان شريفن سان شريف ۽ بد معاشن سان بد معاش آهيون**. هن حديث پاڪ تي تورو غور ڪريو. حضرت بلال حبشي رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي غلامن جو اهو شان هوندو آهي تہ اهي شريفن سان تہ شريف هوندا ئي آهن، بدمعاشن سان بہ شريف ئي هوندا آهن. حالات، واقعات ۽ موسم جي تبديليءَ سان انهن جي اخلاق، ڪردار ۽ افڪار ۾ تبديلي نہ ايندي آهي، انهن سان برائي ڪيو، سخت لهجو اختيار ڪيو تڏهن بہ اهي منا ئي هوندا آهن ۽ جيڪڏهن نيڪي ڪيو تڏهن بہ اهي منا ئي رهندا آهن.

## حُسنِ اخلاق ڏسي ڪافر مسلمان ٿي ويو

هڪ دفعي هڪ شخص خواجہ غريب نواز رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين: گهڻي وقت کان توهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جي تمنا هئي، شڪر آهي جو اڄ اها نعمت نصيب ٿي آهي.

اللهُ اَكۡبَر! الله وارن جو شان ئي نرالو آهي، هي شخص غير مسلم هو ۽ خواجہ غريب نواز رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه کي معاذَالله! قتل ڪرڻ جي ارادي سان آيو هو پر زبان سان خوشامد واريون ڳالهيون ڪري رهيو هو. خواجہ صاحب تہ وري خواجہ صاحب آهن، پاڻ هن جي ڳالهہ ٻڌي فرمايائون: جنهن نيت سان آيو آهين، اهو

1 ابن ماجہ، ڪتاب الطب، باب العسل، صفحہ:559، حديث:3452۔

2 السراج المنير شرح الجامع الصغير، جلد:3، صفحہ:299 بتصرف۔

ڪم ڪر! بس ايترو ٻڌڻ سان ئي اهو شخص خوف ڪان ڪنبڻ لڳو ۽ زمين تي ڪري پيو. هن عاجزي سان عرض ڪيو: حضور! منهنجي اهڙي ڪا نيت نہ هئي، مون کي فلاڻي شخص ورغلائي موڪليو هو. ايترو چئي هن پنهنجي بغل ۾ لڪايل خنجر ڪڍي سندن سامهون رکيو.

خواجہ غريب نواز رَحمَۃُاللّٰہِ عَلَيۡہ جو شان ڏسو! فرمايائون: ڪنهن جو نالو نہ ڪڻ! ۽ نہ ئي ڪنهن جو راز کول ...!

سُبْحٰنَ الله! پهريان هن غير مسلم خواجہ صاحب رَحمَۃُاللّٰہِ عَلَيۡہ جي ڪرامت ڏٺي هئي، هاڻي عيب پوشي جو شان بہ ڏٺائين، هاڻي تہ هو انهن جو شيدائي ٿي ويو، هن پنهنجو ڪنڌ خواجہ حضور رَحمَۃُاللّٰہِ عَلَيۡہ جي قدمن ۾ رکيو ۽ عرض ڪيو: سائين! مان سزا جو حقدار آهيان، مون کي سزا ڏيو! خواجہ غريب نواز رَحمَۃُاللّٰہِ عَلَيۡہ فرمايو: اي عزيز! اسان جو طريقو آهي تہ جيڪو اسان سان برائي ڪندو آهي، اسان ان سان نيڪي سان پيش ايندا آهيون. اهو چئي پاڻ هن جو ڪنڌ مٿي ڪنيائون. هڪ ئي مجلس ۾ ايتريون مهربانيون، اهڙا اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار ڏسي، ان شخص جي دل جي دنيا ئي بدلجي وئي. هن جي دل ۾ خواجہ صاحب رَحمَۃُاللّٰہِ عَلَيۡہ جي عقيدت گهر ڪري وئي هئي. جيئن تہ قتل جو ارادو ڪري آيل غير مسلم شخص خواجہ غريب نواز رَحمَۃُاللّٰہِ عَلَيۡہ جي مبارڪ هٿن تي توبهہ ڪئي، ڪلمہءِ اسلام پڙهيو ۽ اوهان جي غلامن ۾ شامل ٿي ويو.[1]

سُبْحٰنَ الله! اهو هوندو آهي هڪ مسلمان جو شان ...!! ان سان برائي ڪجي، تڏهن بہ هو ان جو جواب برائي سان نہ ڏيندو آهي. مسلمان جو مثال ماڪيءَ جي مک جيان آهي، جيڪا ڪَوڙو ڪائي يا منو ڪائي، جيڪو ڪڍندي آهي، اهو

1...خواجہ اجمير، صفحہ:66-67۔

هميشہ منو ئي هوندو آهي. اللّٰہ پاڪ اسان کي بہ اهڙو مسلمان بڻجڻ جي توفيق عطا فرمائي. اٰمِين بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِيّٖن صَلَّی اللّٰہُ عَلَيۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم.

## (2): پاڪ کائو، فساد کان بچو

هڪ ٻي پياري حديث شريف ٻڌو! اسان جي پياري آقا، مڪي مدني مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَيۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: اِنَّ مَثَلُ الْمُؤْمِنِ كَمَثَلِ النَّحْلَةِ يعني مسلمان جو مثال ماکيءَ جي مک جيان آهي. (ٻنهي ۾ ڪهڙي مشابهت آهي؟ فرمايائون:) اَكَلَتْ طَيِّبًا، وَوَضَعَتْ طَيِّبًا ماکيءَ جي مک رڳو پاڪ کائيندي آهي ۽ جيڪو ڪيندي آهي (يعني ماکي)، اهو بہ پاڪ ئي هوندو آهي. وَوَقَعَتْ فَلَمْ تَكْسِرْ وَلَمْ تُفْسِدْ ۽ جنهن شاخ تي پنهنجو مانارو ٺاهيندي آهي، ان کي نہ ٽوڙيندي آهي، نہ اتي فساد پکيڙيندي آهي.

مؤمن ٻانهي جو بہ اهو ئي شان آهي تہ صرف ۽ صرف حلال ۽ طيب ئي کائيندو آهي. ان جي نتيجي ۾ کيس جيڪا طاقت ملندي آهي، ان جو اخلاق ۽ ڪردار، جيڪو مسلمان مان ظاهر ٿيندو آهي، اهو بہ پاڪ ۽ طيب هوندو آهي ۽ مؤمن ٻانهو جنهن بہ جاءِ تي هوندو آهي، اتي برڪتون ئي پکيڙيندو آهي، فساد جو سبب نہ بڻجندو آهي.

سُبۡحٰنَ اللّٰہ! هي آهي مؤمن ٻانهي جو شان: ڇا ...؟ مؤمن رڳو حلال ۽ طيب کائيندو آهي، حرام کان هميشہ پري رهندو آهي. سندس اخلاق، ڪردار ۽ انداز بہ پاڪ ۽ طيب ئي هوندا آهن. ۽ پوءِ جتي پهچندو آهي، اُتي برڪتون ئي برڪتون ڦهلائيندو آهي. اللّٰہ پاڪ اسان کي بہ اهڙو شاندار مؤمن بڻجڻ جي توفيق عطا فرمائي. اٰمِين بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِيّٖن صَلَّی اللّٰہُ عَلَيۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم.

## 12 ديني ڪمن مان هڪ ديني ڪم: قافلو

پيارا اسلامي ڀائرو! باڪردار ۽ بااخلاق مسلمان بڻجڻ جي لاءِ عاشقانِ رسول جي ديني تنظيم دعوتِ اسلامي جي ديني ماحول سان وابستہ ٿي وڃو! **12** ديني ڪمن ۾ بہ زور شور سان حصو وٺو! اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! دين ۽ دنيا جون بيشمار ڀلايون نصيب ٿينديون. **12** ديني ڪمن مان هڪ ديني ڪم **قافلو** بہ آهي.

**بيشڪ نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ، ان راهہ ۾ مشقت برداشت ڪرڻ نبين جي سنت آهي.** ❁دين جو ڪم مشڪلاتون برداشت ڪرڻ ۽ قربانيون ڏيڻ سان ئي ٿيندو آهي ❁انبياءِ ڪرام، صحابہءِ ڪرام، نيڪ ماڻهو نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ لاءِ پنهنجن گهرن مان نڪرندا هئا ❁دور دراز علائقن ۾ ويندا هئا ❁هجرت ڪندا هئا ۽ تڪليفون برداشت ڪري دين جو پيغام عام ڪندا هئا ❁اڳين جي قربانين جي ڪري ئي اسان تائين دين پهتو آهي.

**❁- عاشقانِ رسول جي ديني تنظيم دعوتِ اسلامي بہ انهيءَ راهہ تي آهي.**

❁سموري دنيا جي اندر دين جو پيغام عام ڪرڻ جي لاءِ لکين عاشقانِ رسول قافلن جي صورت ۾ ملڪ ملڪ، شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ويندا آهن ۽ نيڪيءَ جي دعوت عام ڪندا آهن ❁قافلن جي برڪت سان ڪيترائي غير مسلم ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي چڪا آهن ❁ لکين ماڻهن جي زندگين ۾ نيڪين جي بهار آئي آهي. اَلْحَمْدُلِلّٰه! **3** ڏينهن، **12** ڏينهن، **1** مهينو ۽ **12** مهينن جا قافلا سفر ڪندا رهندا آهن.

❁**توهان بہ قافلي ۾ سفر ڪندا ڪيو!** اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! ڪيتريون ئي برڪتون نصيب ٿينديون ❁قافلي ۾ فرض علمِ دين سيکاريو ويندو آهي ❁ سنتون سيکاريون وينديون آهن ❁ تهجد پڙهڻ جي سعادت ملندي آهي ❁ نيڪيءَ جي دعوت عام ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي ❁ قافلي جي برڪت سان دعائون پوريون ٿيڻ ❁مشڪلاتون دور ٿيڻ ❁۽ بيمارين مان شفاياب ٿيڻ جا بہ سوين

واقعات آهن ۞ ايئن بہ ٿيو آهي جو قافلي ۾ سفر ڪرڻ وارن عاشقانِ رسول جي حوصلا افزائي جي لاءِ اسان جي پياري آقا، مڪي مدني مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪرم فرمايوخواب ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ قافلي جي شرڪاء کي ديدار جو جام پيارياڻون.

اسان قافلن ۾ سفر ڪيون، ڪهڙي خبر تہ اسان تي بہ ڪرم ٿي وڃي. گهٽ ۾ گهٽ هر مهيني **3** ڏينهن جي قافلي ۾ سفر جي نيت ڪري ونو! اچو تہ! ترغيب لاءِ هڪ مدني بهار ٻڌون ٿا:

## باغ جو پينگهو

حيدرآباد جي هڪ محلي ۾ علاقائي دوري جي دعوت ڪان متاثر ٿي، هڪ ماڊرن (***Modern***)نوجوان مسجد ۾ آيو. بيان ۾ قافلن ۾ سفر جي ترغيب ڏياري وئي تہ هن قافلي ۾ سفر ڪرڻ لاءِ پنهنجو نالو لکرايو. اجان قافلي ۾ سندس روانگي ۾ ڪجهہ ڏينهن باقي هئا تہ قضاءِ الٰهي سان سندس انتقال ٿي ويو. ڪنهن گهر واري مرحوم کي خواب ۾ اهڙي حالت ۾ ڏٺو جو هو هڪ سرسبز باغ ۾ نهايت خوش آهي ۽ پِينگهي ۾ لُڏِي رهيو آهي. خواب ڏسڻ واري پڇيو: هتي ڪيئن آيو آهين؟ هن نوجوان جواب ڏنو: دعوتِ اسلامي جي قافلي سان آيو آهيان، اللہ پاڪ جو وڏو ڪرم ٿيو آهي، منهنجي ماءُ کي چئجان تہ هوءَ منهنجو غم نہ ڪري، مان هتي تمام گهڻو سڪون ۾ آهيان.

لوٹنے رحمتیں قافلے میں چلو | سیکھنے سنّتیں قافلے میں چلو
پاؤ گے بخششیں قافلے میں چلو | جنّتیں بھی ملیں، قافلے میں چلو

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

## قرآن ٽيچر موبائل ايپلي ڪيشن

اي عاشقانِ رسول! اج ٽيڪنالاجي جو دور آهي. اَلْحَمْدُلِلّٰه! قرآن ڪريم جو فيضان عام ڪرڻ لاءِ دعوتِ اسلامي جي ***I.T*** آءِ ٽي ڊپارٽمينٽ هڪ موبائل ايپلي ڪيشن جاري ڪئي آهي، جنهن جو نالو آهي: **قرآن ٽيچر** (***Quran Teacher***)۞ هن ايپلي ڪيشن ذريعي درسِ نظامي، فيضانِ نماز ڪورس ۽ زڪوات ڪورس جهڙن بيشمار آن لائن ڪورسز لاءِ رجسٽريشن ڪرائي سگھجي ٿي ۞ اسٽوڊنٽ پورٽل (***Student Portal***) ۾ پنهنجي آن لائن ڪلاس جي سرگرمين جي باري ۾ باخبر رهي سگھجي ٿو ۞ دعوتِ اسلامي جي هن پليٽ فارم تي تقريباً **50** کان وڌيڪ اسلامي ڪورسز ڪرايا ويندا آهن۞ هيءَ ايپلي ڪيشن آن لائن ٽيڇ وارن ڪورسن بابت به معلومات (***Information***) فراهم ڪري ٿي. توهان پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪنهن به ڪورس جو انتخاب ڪري سگھو ٿا ۽ بغير ڪنهن مشڪل جي آن لائن قرآن سکڻ جي لاءِ داخلا وٺي سگھو ٿا. هن ايپلي ڪيشن کي ڊائون لوڊ ڪري پاڻ به فائدو حاصل ڪيو ۽ ٻين کي به ترغيب ڏياريو.

## ڪجھ ضروري اعلانات

۞ پيارا اسلامي ڀائرو! هر چنچر تي اميرِ اهلسنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه مدني چينل تي لائيو **هفتيوار مدني مذاڪرو** فرمائيندا آهن. ايندڙ چنچر تي به مدني چينل تي رات جو لڳ ڀڳ **9:15** تي اِنْ شَآءَ اللهُ الْكَرِيْم! هفتيوار مدني مذاڪرو ٿيندو، جنهن ۾ شيخِ طريقت، اميرِ اهل سنت مولانا الياس عطار قادري دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه سوالن جا جواب به عنايت فرمائيندا. تمام ذميدار ۽ عاشقانِ رسول انهيءَ مدني مذاڪري ۾ پاڻ به شرڪت فرمايو ۽ ٻين کي به ان جي دعوت ڏيو. ۞شيخِ طريقت، اميرِ اهلسنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه هر هفتي هڪ ديني رسالو پڙهڻ جي ترغيب ارشاد فرمائيندا آهن. ايندڙ هفتي جي مدني مذاڪري

۾ رسالي **تفسير نورالعرفان (قسط 4)** جو اعلان ڪيو ويندو. هي رسالو پاڻ بہ پڙهو! ٻين کي بہ ترغيب ڏياريو ۽ سوشل ميڊيا جهڙوڪ واٽس ايپ وغيره تي رضاءِ الٰهي ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٻين سان بہ شيئر ***(Share)*** ڪيو!

❀دينِ اسلام جي خدمت جو جذبو حاصل ڪرڻ ۽ دعوتِ اسلامي جو ديني ڪم ڪرڻ جو ذهن ٺاهڻ لاءِ مڪتبة المدينہ پيش ڪري رهيو آهي، دعوتِ اسلامي جي عاشقِ رسول مبلغ، محبوبِ عطار حاجي زم زم رضا عطاري رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه جي ديني ڪمن جي خدمتن تي مشتمل هڪ منفرد ڪتاب: بنام: **محبوبِ عطار جون 122 حڪايتون**. اڄ ئي هن ڪتاب کي مڪتبة المدينہ جي ڪنهن بہ شاخ تان **58 رپين** ۾ قيمت ڏئي طلب ڪيو! پاڻ بہ پڙهو! ۽ ٻين کي بہ ان جي ترغيب ڏياريو!

❀ دعوتِ اسلامي سڄي دنيا ۾ قرآن ۽ سنت جي خدمت ۾ مصروف آهي. توهان کي گذارش آهي تہ ديني ڪمن جي واڌ ويجهہ لاءِ دعوتِ اسلامي جو خوب خوب ساٿ ڏيو. قرباني جا ڏينهن ويجهو آهن، الله پاڪ قرباني ڪرڻ وارن جون قربانيون قبول فرمائي! پنهنجي قرباني جي جانورن جون کلون دعوتِ اسلامي کي ڏيو! تي سگهي تہ هاڻي کان ئي نيت ڪيو تہ اسان پنهنجي قرباني جي جانورن جون کلون دعوتِ اسلامي کي ڏينداسين. اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم!

❀ شرعي تقاضن مطابق قرباني ڪرائڻ جي لاءِ پنهنجي علائقي جي دعوتِ اسلامي جي ذميدارن سان رابطو فرمايو. الله پاڪ اسان کي عمل جي توفيق عطا فرمائي. آمِيْن بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيّٖن صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

پيارا اسلامي ڀائرو! بيان کي ختم ڪرڻ کان اڳ سنت جي فضيلت ۽ نبي پاڪ، صاحبِ لولاڪ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي هڪ سنت بيان ڪرڻ جي سعادت

حاصل ڪريان ٿو. تاجدارِ رسالت، شهنشاهِ نبوت صَلَّی اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: مَنْ اَحَبَّ سُنَّتِی فَقَدْ اَحَبَّنِی وَمَنْ اَحَبَّنِی کَانَ مَعِی فِی الْجَنَّةِ جنهن منهنجي سنت سان محبت ڪئي، ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي، اهو جنت ۾ مون سان گڏ هوندو.[1]

سینہ تیری سُنّت کا مدینہ بنے آقا! | جنت میں پڑوسی مجھے تم اپنا بنانا

## قرباني سنتِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آهي

2 فرامينِ آخري نبي، رسول هاشمي صَلَّی اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: (1) جيڪو خوشدلي سان ثواب حاصل ڪرڻ جي لاءِ قرباني ڪري، ان جي قرباني ان جي ۽ جهنم جي وچ ۾ آڙ بڻجي ويندي.[2] (2) توهان جي لاءِ قرباني جي جانور جي هر وار جي بدلي ۾ هڪ نيڪي آهي.[3]

اي عاشقانِ رسول! اسان جا پيارا آقا، مڪي مدني مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اهتمام سان قرباني فرمائيندا هئا. حضرت عائشه رَضِیَ اللّٰہُ عنها فرمائن ٿيون: پاڻ ڪريم صَلَّی اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي بارگاهه ۾ هڪ ڇتڪبرو (اڇو ۽ ڪارو داغن وارو) ڳهٽو پيش ڪيو ويو، جنهن کي پاڻ پنهنجي هٿن سان ذبح فرمايائون.[4] ❁ قرباني هر ان بالغ مقيم مسلمان مرد ۽ عورت تي واجب آهي، جيڪو مالڪِ نصاب هجي (يعني جنهن وٽ ساڍا ٻاونجاهه (52.5) تولا چاندي يا ان جيتري ماليت جي رقم يا ان جيتري ماليت جو واپار جو مال يا ان جيتري ماليت جو حاجتِ اصليه کان علاوه سامان هجي).[5] ❁جيڪو استطاعت هجڻ جي باوجود قرباني نہ ڪري، اهڙي شخص بابت آخري نبي، مڪي مدني صَلَّی اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

---

1...تاريخ مدينہ دمشق، جلد:9، صفحہ:343۔

2...معجم کبير،جلد:2، صفحہ:213، حديث:2670۔

3...ابن ماجہ، کتاب:الاضاحی، باب:ثواب الاضحيہ، صفحہ:510، حديث:3127۔

4... مسلم، کتاب الاضاحی، باب استحباب الضحية...الخ، صفحہ:782، حديث:1967۔

5... فتاویٰ ہنديہ، کتاب الاضحيہ، باب فی تفسيرها و رکنها...الخ، جلد:5، صفحہ:360-362 ملتقطاً۔

فرمايو تہ اهو اسان جي عيدگاهہ جي ويجهو نہ اچي.[1] ❁حضرت بابا فريد الدين گنج شکر رَحۡمَۃُاللّٰہِ عَلَیۡہ فرمائن ٿا: جيڪو صدقو ۽ قرباني نہ ڪندو آهي ان ڪان آرام ڪسيو ويندو آهي.[2] ❁قرباني جي وقت ۾ قرباني ڪرڻ ئي لازمي آهي ڪنهن بہ ٻي شيءِ (يعني مال وغيرهہ جي ذريعي صدقو) ناڪافي آهي.[3]

پيارا اسلامي ڀائرو! قرباني جا تفصيلي احڪام سکڻ جي لاءِ مکتبة المدينہ جو شايع ٿيل ڪتاب **بهارِشريعت** جلد: **3**، حصہ: **15** ۽ اميرِ اهلسنت حضرت علامہ مولانا ابو بلال محمد الياس عطار قادري رضوي دَامَتۡ بَرَکَاتُهُمُ الۡعَالِيَه جو **50** صفحن جو رسالو **ابلق گهوڙي سوار** خريد فرمايو ۽ ان جو مطالعو ڪريو.

الله پاڪ اسان کي عمل جي توفيق عطا فرمائي.

اٰمِين بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيّٖن صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

## دعوتِ اسلامي جي هفتيوار سنتن ڀري اِجتِماع ۾ پڙهيا ويندڙ 6 درود شريف ۽ 2 دعائون

## ﴿1﴾ جمعہ جي رات جو دُرُود

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الْحَبِيْبِ الْعَالِي الْقَدْرِ الْعَظِيْمِ الْجَاهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ

بزرگن فرمايو تہ جيڪو شخص هر جمعرات (جمعہ ۽ خميس جي وچين رات) هن دُرُود شريف کي پابندي سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو پڙهندو موت جي وقت سرڪار مدينہ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي زيارت ڪندو ۽ قبر ۾ داخل ٿيڻ وقت بہ ايستائين هو ڏسندو تہ سرڪار مدينہ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ان کي پنهنجي هٿن سان

1... ابن ماجہ، کتاب الاضاحی، باب الاضاحی واجبۃ ام لا ، صفحہ:509، حدیث:3123۔

2... فيضان بابا فريد ، صفحہ:65۔

3 ... فتاویٰ ہندیہ، کتاب الاضحیہ، باب فی تفسیرھا و رکنھا...الخ، جلد:5، صفحہ:363۔

قبر ۾ داخل ڪري رهيا آهن.(1)

## ﴿2﴾ سمورا گُناه مُعاف

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ

حضرتِ سَيِّدُنا انس رَضِيَ اللّٰهُ عَنْه کان روايت آهي تہ تاجدارِ مدينه صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: جيڪو شخص هي دُرُود شريف پڙهي جيڪڏهن بيٺل هو تو ويهڻ کان پهريان ۽ ويٺل هو تہ بيهڻ کان پهريان، ان جا گناھ معاف ڪيا ويندا.(2)

## ﴿3﴾ رَحمت جا ستر دروازا

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ

جيڪو هي دُرُود شريف پڙهندو آهي ان تي رحمت جا ستر دروازا کوليا ويندا آهن.(3)

## ﴿4﴾ ڇهه لک دُرُود شريفن جو ثواب

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا فِيْ عِلْمِ اللّٰهِ صَلَاةً دَآئِمَةً بِدَوَامِ مُلْكِ اللّٰهِ

حضرت اَحمد صاوِي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه ڪِن بُزرگن کان نقل ڪن ٿا هن دُرُود شريف کي هڪ ڀيرو پڙهڻ سان ڇهه لک دُرُودشريف پڙهڻ جو ثواب حاصل ٿيندو آهي.(4)

## ﴿5﴾ قُربِ مُصطفٰي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ

هڪ ڏينهن هڪ شخص آيو تہ حُضُورِ اَنور صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کيس پنهنجي ۽ صِدّيقِ اڪبر رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ جي وچ ۾ ويهاريو، انهيءَ تي صَحابَہ ڪرام رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُم

1... افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة السادسة والخمسون، ص151ملخصًا
2 افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الحادية عشرة، ص 65
3... القول البديع، الباب الثانى، ص277
4... افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الثانية والخمسون، ص149

ڪي تَعَجُّب ٿيو تہ اهڙي مرتبي وارو شخص ڪير آهي جڏهن اهو هليو ويو تہ سرڪار مدينہ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ جن فرمايو: هو جڏهن مون تي دُرُودِ پاڪ پڙهندو آهي تہ هيئن پڙهندو آهي. (1)

## ﴿6﴾ دُرُود شَفَاعت

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

شافع امم صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ جن جو فرمان معظم آهي : جيڪو شخص هي درود پاڪ پڙهي ان جي لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويندي آهي. (2)

## ﴿1﴾ هڪ هزار ڏينهن جون نيڪيون

جَزَى اللّٰهُ عَنَّا مُحَمَّدًا مَا هُوَ اَهْلُهٗ

حضرتِ سَيِّدُنا ابنِ عباس رَضِیَ اللّٰهُ عَنْهُمَا کان رِوايت آهي تہ سرڪارِ مدينہ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ جن فرمايو: هي درود شريف پڙهڻ واري جي لاءِ ستر فرشتا هڪ هزار ڏينهن تائين نيڪيون لکندا آهن. (3)

## ﴿2﴾ جڻ شبِ قدر حاصل ڪري ورتي

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ الْحَلِيْمُ الْكَرِيْمُ، سُبْحٰنَ اللّٰهِ رَبِّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبِّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ

(خداءِ حليم و ڪريم کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق ناهي، اللّٰه عَزَّوَجَلَّ پاڪ آهي جيڪو ستن آسمانن ۽ عرشِ عظيم جو پروردگار آهي)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ: جنهن هن دُعا کي ٽي ڀيرا پڙهيو جڻ ان شبِ قدر کي حاصل ڪري ورتو. (4)

---

[1]... القول البديع، الباب الاول، ص1125

[2]... الترغيب والترهيب، ج 2، ص 329، حديث 31

[3]... مجمع الزوائد،ڪتاب الادعية،باب فی ڪيفية الصلاة...الخ،254/10،حديث:17305

[4]... ابنِ عساڪر ج 19، ص 155، حديث 4455